ٻاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# سچل سرمست

اسلم سنديلو



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ١٩٩٠
تعداد ٥٠٠٠
قيمت ٠٠-٥ رپيا

**Personalities of Sindh**
Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي پاران پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس) جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي.
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهه نه ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميڃيل حقيقت آهي ته ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهه پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي ته ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون ته جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهه تي وٺي وڃي ٿو۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ ٻُري ڀلي سمجهه پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون ته اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

# سچل سرمست

سنڌ جي زرخيز زمين، ڪيترائي اديب، شاعر، عالم، فاضل، دانشور ۽ مفڪر پيدا ڪيا آهن، جن پنهنجين خداداد صلاحيتن سان، انسانن جي ڀلائي ۽ سماجي اوسر ۾ حصو ورتو آهي. اهڙن عظيم انسانن ۾ سچل سرمست جي حيثيت مٿاهين آهي. هن عظيم سپوت، سنڌ جي تهذيب، تمدن، ادب ۽ اخلاق جي اعليٰ روايتن کي عام ڪيو.

هڪ وڏي انسان هجڻ کان علاوه، سچل سرمست ۾، هڪ عظيم شاعر جون اُهي سڀئي خوبيون موجود هيون، جيڪي هڪ باڪمال ۽ لازوال شاعر ۾ هجڻ گهرجن. وڏي شاعر جي اِها خوبي هوندي آهي ته هو، پنهنجي شاعريءَ ۾ اعليٰ انساني گڻن جي واکاڻ سان گڏ سٺا، سلوڻا، سدا سنوان ۽ عام رواجي لفظ ڪم آڻي. معنيٰ ۽ خيال جي لحاظ کان اُهي الفاظ تمام اُوچا هجن، فڪر ۽ فن جي لحاظ کان تمام گهرا هجن، پڙهڻ جي لحاظ

ڪان انهن ۾ رواني هجي، قدرت جي حسين نظارن جي دلڪشي تمام سهڻي نموني بيان ڪيل هجي، پنهنجي دين و ڌرم جي لاءِ عزت و احترام هجي، پنهنجي مٽيءَ سان محبت ۽ پنهنجي ٻوليءَ جي ماڻهن سان، محبت ۽ ميٺاج جا بي بها موتي سمايل هجن. سچل سرمست جي شاعريءَ تي، نظر وجهبي ته سچل سائين، نه رڳو سنڌ ڌرتيءَ جو، پر دنيا جو عظيم شاعر نظر ايندو، جنهن جي ڪلام ۾ عالمي اخوت، محبت ۽ ميٺاج جو درس به سمايل آهي ته حق ۽ سچائيءَ جي واٽ به بيان ڪيل آهي. انسانذات جي عظمت جا گيت به آهن ته پنهنجن مارئڙن ۽ جهانگيئڙن جو به ذڪر ڪيل آهي. سچل سرمست پنهنجي مارئڙن ڪي دعا ڪندي چوي ٿو:

سدا هئن سکيا، مارئڙا ته ملير ۾،
شل نه ڏينهن ڏکيا، اچن آجڙين تي.

## سچل سائين جا وڏا.

سچل سرمست جي وڏن جو سلسلو، حضرت عمر فاروق رضه سان وڃي ملي ٿو. سچل سائين جو وڏو ڏاڏو شيخ شهاب الدين اول بن حضرت عبدالعزيز بن حضرت عبدالله، محمد بن قاسم سان گڏجي، حجاز کان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو. ڪيس

سيوهڻ جي فتح کان پوءِ اُتي جو نواب مقرر ڪيو ويو. شيخ شهاب الدين کان پوءِ، سندس فرزند شيخ محمد فاروق سيوهڻ جو حاڪم مقرر ٿيو. ڇهن پيڙهين تائين هن خاندان سيوهڻ تي حڪومت ڪئي. ڪجھ وقت کان پوءِ هي خاندان سيوهڻ کان لڏي ڪري ٿر جي علائقي ڪاڪڙي شهر ۾ آباد ٿيو. وقت ۽ حالتن گذرڻ بعد هي خاندان درازا ڳوٺ آباد ٿيو. درازا ڳوٺ، خيرپور ميرس ضلعي جي راڻيپور اسٽيشن کان اتر- اولھ طرف هڪ ميل جي مفاصلي تي آباد آهي. درازا شهر جي حقيقت هن طرح آهي، جو فاروقي بزرگن کي، وقت جي حاڪمن، سائن سڻن لاڳاپن جي ڪري گمبٽ ۽ راڻيپور واريون زمينون تحفي طور ڏنيون، جن پنهنجن ٻن خاص خادمن، دراز ونڌير ۽ ڪاڇن ونڌير جي حوالي ڪيون. ڪاڇن ونڌير جو ڳوٺ آباد نہ ٿي سگهيو، مگر دراز ونڌير جو ڳوٺ درازا جي نالي سان سڄي سنڌ ۽ هند ۾ مشهور ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ، فاروقي خاندان اُتي مقيم هئا. سڀ کان اول هن شهر جي سيجاٽپ، صوفي سالڪ ۽ سچو انسان، بلند پايہ شاعر، سچل سائين جو ڏاڏو ميان صاحبڏنو فاروقي هو، جيڪو پنهنجي علم، لياقت ۽ قابليت جي ڪري ڪافي مشهور هو. سندن فيض جي برڪت ڪيترن ئي ماڻهن جي دلين جو ڪٽ لاهي ڇڏيو هو. ميان

صاحب ڏني عرف خواجه حافظ کي ٻه پٽ ڄاوا، جن جا نالا ميان صلاح الدين فاروقي ۽ ميان عبدالحق هئا.

## پيدائش

منصور ثاني، حضرت سچل سرمست جو اصلي نالو عبدالوهاب هو. سندس ولادت سن ١١٥٢ هجري مطابق ١٧٣٩ع ۾ ننڍڙي ڳوٺ درازن ۾ ٿي. هو پنهنجي پيءُ، ميان صلاح الدين کي اڪيلو پٽ هو. سڄي گهر جو لاڏلو هوندو هو، جنهن ڪري هن جي پالنا تي محبت ۽ بي پناه شفقت واري نظر رکي ويندي هئي. هرڪو کيس گهڻو گهرندو ۽ پيار ڪندو هو.

## تعليم ۽ تربيت

سچل سائين ابان زندگيءَ جي ڇهين سال ۾ مس پهتو ته سندس پيارو والد، هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو، جنهن ڪري سچل سائين ڪجهه ملول گذارڻ لڳو ۽ طبيعت ۾ خاموشي وڌيڪ اچي ويس. هونئن به سچل سائين گهٽ ڳالهائڻ وارن ڇوڪرن مان هو. سياءُ ۾ سٺي ۽ سلڇڻي هئڻ

ڪري، هن کي سڀ ماڻهو ڏاڍو پيائيندا هئا. والد صاحب جي وفات کان پوءِ، هن جي تربيت سندس ڏاڏي ميان صاحبڏني عرف خواجه محمد حافظ ۽ چاچي ميان عبدالحق جي نظر هيٺ ٿي. جن هن کي علم ۽ ادب جي پڙهڻ ۽ ان کي سمجهڻ جو ڏانءُ ڏنو. سندس اُستاد عبدالله آخوند هو، جيڪو پنهنجي وقت جو، ميجيل، ڄاتل ۽ سڃاتل اُستاد ليکيو ويندو هو، جنهن کان سچل سائين عربي، فارسي تعليم حاصل ڪئي. مشهور روايت آهي ته سچل سائين جڏهن ستن سالن جي عمر ۾ هو ته سندس ملاقات شاهه عبداللطيف ڀٽائي سان ٿي، جيڪو سندس ڏاڏي، ميان صاحبڏني ۽ چاچي ميان عبدالحق سان ملڻ درازن ۾ آيو هو. سچل سرمست ننڍي هوندي کان ئي نهايت سُلڇڻو، سڀاجهو ۽ ذهين ڇوڪرو هوندو هو، جنهن ڪري هن جي گفتگوءَ مان سدائين سهڻا ۽ پيارا نُڪتا نڪرندا هئا، جن کي ڪڏهن ڪڏهن هن جي خاندان وارا ھڏي ويچار ۾ پئجي ويندا هئا. هن جي ڳالهائڻ جي انداز ۽ بيان کي جڏهن لاکيڻي لطيف ڀٽائي گهوٽ ڏٺو / ٻڌو ته بي اختيار ٿي چيائون: "جيڪو کُنو اسان چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي ننڍڙو نينگر لاهيندو." ۽ اڳتي هلي، ٿيو به ائين! سچل سائين، قدرت جي اونهن رازن کي کولي عام فهم ڪري ڇڏيو. منصوري مام جي اپٽار به

دلچسپ ۽ دلپزير انداز ۾ ڪئي اٿائين. اِهو تصوف ۽ وحدت الوجود جي فلسفي وارو ڳوڙهو نُڪتو هو، تنهن جو سنيهو سچل سائين در در، گهٽي گهٽي، وڏي آواز ۽ واڪي سان ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچايو، جنهن ڪري حق ۽ سچ نکري نروار ٿي پيو.

سچل سائين چوڏهن سالن جي عمر ۾ علم جي تڪميل ڪري ورتي ۽ سمورو قرآن شريف حفظ ڪيائين. قرآن شريف بر زبان ياد ڪرڻ کان پوءِ، سچل سائين پنهنجي علم ۾ اضافي ڪرڻ لاءِ وڏا وڏا ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا. مذهب، فقه، تصوف، معرفت، شريعت ۽ طريقت جي پيچيده ڳالهين جو مطالعو ڪيو ۽ وڏا وڏا نڪتا سمجهي ورتائين، جنهن ڪري هن جي روحاني پرواز ۾ ايحان بہ گهڻو اضافو آيو. ڇاليھ سالن جي عمر کي جڏهين پهتو تہ سندس ڏاڏي ميان صاحبڏني عرف خواجہ محمد حافظ هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو، تنهن کان پوءِ سندس چاچو ميان عبدالحق ئي هن جو سرپرست ٿيو. ميان صاحب جي زير اثر رهي ڪري سچل سائينءَ تصوف جي اونهن رازن جي رمز پروڙي ورتي ۽ ان موضوع تي تمام گهڻا ڪتاب پڙهيا. جيئن تہ عربي ۽ فارسي ٻوليون هو چڱي طرح ڄاڻيندو هو، تنهن ڪري شيخ فريد الدين عطار، شمس الحق

تبريزي جي ڪتابن جو نهايت چڱي نموني اڀياس ڪيائين ۽ ڪافي حد تائين فيض پرايائين. ايتري قدر جو پنهنجي فارسي ڪلام ۾ ڪيس روحاني مرشد ڪري ميڃيو اٿس. پنهنجي فارسي ڪلام ۾ هڪ هنڌ هيئن اظهار ڪري ٿو:

"اي دل! منهنجي روح تائين شهنشاه عطار جي خوشبوءِ پهچي ويئي ۽ ان وقت، هڪدم مون کي ڪُفر ۽ دين مان آزاد ۽ بي نياز ڪري ڇڏيائين. جيڪڏهن مون کان پڇين ٿو ته نيشا پور جو شهر درد سان ڀريو پيو آهي ۽ ان جي هر هڪ در ۽ ديوار منجهان درد ۽ عشق جي مسلسل طلب ۽ جستجو جو آواز پيو اچي. مولانا رومي هجي يا جامي، اُهي سندس چاهيندڙ ۽ پيروي ڪندڙ آهن. اها تعريف، اسان پنهنجي پير حضرت عبدالحق کان ٻڌي آهي."

پنهنجي مرشد ۽ چاچي، جنهن جي فيض مان، سچل سرمست فيض ياب ٿيو، تنهن کي پڻ پنهنجي شعر ۾ ڏاڍو ساراهيو اٿائين ۽ مرشد ميان عبدالحق کي روحاني مرشد ميڃيو اٿائين. چوي ٿو:

هادي هي ميڏا عبدالحق سائين، صوفي صاف جو شهنشاه ميان،
سيوئي علم تنهن تائون معلوم ٿيا، اسرار مڙيوئي آگاه ميان.

ان کان علاوه فارسي شعر ۾ به پنهنجي روحاني مرشد ميان

عبدالحق جي تمام گھڻي واڪاڻ ڪئي اٿائين. ڪانئس ڪافي حد تائين متاثر نظر اچي ٿو، ڇاڪاڻ جو سچل سائين، صوفيانہ رنگ ۾ رچيو ئي تڏهن، جڏهن هن کي ميان عبدالحق جي گهري صحبت نصيب ٿي. ميان عبدالحق ڪڏهن 'خاڪي' جي تخلص سان شاعري بہ ڪندو هو، هن جون فارسي ۽ سنڌي مداحون ڪافي مشهور آهن.

شاه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست کان اڳ جو مشهور شاعر هو، سچل جي ننڍپڻ ۾، هو پنهنجي اوج جي منزل تي پهتل هو. سندس فڪر ۽ شاعريءَ جي هاڪ هنڌين ماڳ متل هئي، انڪري سچل سرمست، ڀٽائي گهوٽ، لاکيڻي لطيف جي شاعري ۽ فڪر کان ڪافي متاثر نظر اچي ٿو. اهوئي سبب آهي جو سچل سرمست بہ شاه سائين وانگر، سسئي، سهڻي، مارئي، ليلا، سورٺ ۽ ٻين اهڙن ڪردارن تي علامتي انداز ۾ شعر چيو آهي ۽ ساڳئي نموني تصوف جي اپٽار بہ ڪئي آهي، پر فرق صرف اهو آهي تہ، ڀٽائي گهوٽ، حق ۽ سچ تي ڪجھ ڪک رکي ڳالھ چئي آهي، ۽ سچل سرمست، سچ کي چٽو ڪري، وڏي واڪ سان، نروار ڪيو آهي.

سچل نہ صرف علامتون ۽ اشارا لطيف سائين وارا استعمال ڪيا آهن، پر ڪيترن هنڌن تي خيال ۽ مصراعون بہ ساڳيون ڪتب

آنديون آهن. جيئن، پناٿي گهوٽ چوي ٿو:

ڪيچان آيو قافلو، رات موچاري روءِ،
گولي ٿيان گل بوءِ، جي مون نيو پاڻ سين.

ساڳيا خيال ۽ ساڳيون ڳالهيون، سچل سائين هيئن بيان ڪيون آهن:

ڪيچان آيو قافلو، رات موچاري روءِ،
مڙيوئي خوشبوءِ، ٿيو سارو شهر پنهور جو.

ان کان علاوه اسين سچل سرمستؒ جي همعصرن تي نظر وجهنداسون ته اسان کي ڪافي تعداد ۾ وڏا اديب، عالم، فاضل ۽ ديني مڪتبہ فڪر جا ڄاڻو ملندا، جن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جنهن مدينہ منوره ۽ مڪي پاڪ مان، بلند پايہ عالمن کان مختلف علمن تي سندون ۽ اجازتون حاصل ڪيون ۽ پوءِ ٺٽي ۾ مقيم ٿيو، شيخ عيسيٰ السنڌي، درويش گل شاه قلندر، مخدوم ضياءُ الله، ميرعلي شير قانع، محمد محسن ٺٽوي، جهان الله عاشق، ميان سرفراز ڪلهوڙو، سيد عظيم الدين عظيم، منشي صاحبراءِ ملڪاڻي، نواب ولي محمد لغاري، دلپتراءِ ۽ سيد ثابت علي شاه ميجيل شاعر، اديب ۽ اهل الله هئا، جن به پنهنجي علمي لياقت آهر حق، سچ، محبت،

تصوف ۽ وحدت واري فڪر جي شاعري ڪئي.

سچل سرمست، پنهنجي طور تي، گهٽ گهمڻو ۽ گهٽ ڳالهائو هو. طبيعت ۾ ڏاڍي اڪيلائي پسند هيس، پر محفلن جو بہ ڏاڍو ڪوڏيو هوندو هو. ڪهچريون ۽ محفلون، جن ۾ راڳ سان گڏ، شاعريءَ جا بہ مختلف دور هلندا هئا، انهن ۾ خاص ڪري حاضر رهندو هو.

## صورت ۽ سيرت

سچل سائين جو منهن مبارڪ نوراني، چٽو ۽ ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل هو، نقش تکا، وار وڏا، قدُ وچولو، نرم ۽ ماسائتا هٿ پير ۽ پوري سفيد ڏاڙهي، جا چهري مبارڪ تي ڏاڍي سهڻي لڳندي هئي. اڪثر سفيد ڪپڙا پائيندا هئا. سادين شين جي استعمال سان گڏ، سادو کائڻ ۽ سادو پهرڻ سندس فطرت ۾ شامل هو. وقت جي ورهاست اهڙي تہ سهڻي نموني هين جو، ڪمَ جي وقت ڪم ۾ مشغول ۽ رياضت وقت، مڪمل ذهني يڪسوئي سان رب ڏانهن مائل هوندا هئا. هڪ روايت آهي تہ سچل سائينءَ جن جي اوچتي ملاقات محڪم الدين سيلانيءَ سان ٿي، جنهن کان پوءِ، هن جي طبيعت ۾ ڦيرو آيو. راڳ ڳائڻ ۽ ٻڌڻ ۾ محو ۽ مشغول رهڻ لڳو. راڳ جي سرن ۽ آلاپ جي

مڪمل ڄاڻ هين ۽ ان جي باريڪين مان ڪافي حد تائين واقفيت هين، سر جي تار ڇڙڻ سان ئي، جسم ۾ تحرڪ اچي ويندو هين.

## شادي

سچل سرمست جي عمر ايان ڇهن سالن کي مس پهتي هئي، جو هن جو والد بزرگوار هن جهان کي ڇڏي راه رباني ٿيو، تنهنڪري سندس تربيت، پنهنجي ڏاڏي خواجه محمد حافظ عرف ميان صاحبڏني ۽ چاچي ميان عبدالحق جي زير اثر رهي. سچل سائين کي حقيقت ۽ صداقت جي روشني کي سڃاڻڻ جي سمجهه، حديث، فقه، جي علمن جي مڪمل ڄاڻ ۽ تصوف جي رازن کي پروڙڻ جي صلاحيت هن وڏن ئي ملي. جيئن تہ سچل سائين سڄي خاندان جو ڏاڏو دادلو هوندو هو، جنهنڪري سندس مرشد ۽ چاچي ميان عبدالحق، پنهنجي نياڻي، ڪيس نڪاح ۾ ڏني. شاديءَ جي ڪجه سالن گذرڻ کان پوءِ، سچل سائين جي گهر واري هن جهان مان لاڏاڻو ڪري وئي ۽ هن مان ڪيس کي ڪوبہ اولاد نہ ٿيو.

# سچل سائين جي دور ۾ سنڌ جون حالتون

سنڌ ۾ جڏهن ميان نور محمد ڪلهوڙي جو راڄ هو، تڏهن سچل سرمست، جي ولادت ٿي. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حڪومت ۾ ڪافي توازن هو، پر تنهن هوندي به ڪي اهڙيون ڳالهيون هيون، جيڪي اندروني انتشار جو سبب بڻيون. ١٧٢٩ع ۾ نادر شاه سنڌ مٿان ڪاه ڪري آيو، فتحون ڪندو اچي لاڙ تائين پهتو. ميان نور محمد ڪلهوڙي کي گرفتار ڪري، نادر شاه جي آڏو پيش ڪيو ويو، جنهن لاڙ ۽ وچولي جا پرڳڻا نادر شاه جي حوالي ڪري ڏنا ۽ ويه لک روپيه ساليانو ڏن ڏيڻ جو پڻ وچن ڪيو. سنڌس ڏوهه اهو هو، جو هن نادر شاه جي ان حڪم ۽ فيصلي جي مخالفت ڪئي هئي، جنهن هيٺ هن سنڌ جا اتر اوير وارا حصا مغل شهنشاه، محمد شاه کي لکي ڏنا هيا. ١٧٥٤ع ۾ جڏهن سچل سائين پندرنهن سالن جو هو، تڏهن مغل نوابن، ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جي وچ ۾ لڙايون لڳيون، سنت ٿي پوءِ احمد شاه ابدالي سنڌ تي حملو ڪيو، جنهن سنڌ کي سماجي، معاشي ۽ اقتصادي طور تباهيءَ جي ڪناري پهچائي ڇڏيو. ميان نور محمد خوف کان ريگستان ڀڄي ويو ۽ اُتي ئي وفات ڪيائين. ان کان پوءِ سنڌ

جي آزاد حڪومت ۾ گهرو لڙايون شروع ٿي ويون، جيڪي نور محمد جي پٽن احمد يار، مراد، غلام شاهه ۽ عطر خان جي وچ ۾ لڳيون. غلام شاهه آخر سنڌ جو بادشاهه ٿيو. ميان غلام شاهه جي وفات کان پوءِ سندس فرزند ميان سرفراز خان سنڌ جون واڳون سنڀاليون. احمد شاهه ابدالي بہ ساڳئي سال وفات ڪئي. ان وقت سنڌ جي سياسي حالت تمام خراب ٿي چڪي هئي، سازشن، شرارتن ۽ نفرتن جي وَر چڙهي چڪي هئي. مير بهرام خان ۽ سندس پٽ صوبيدار خان کي دغا ۽ دوکي سان شهيد ڪرايو ويو جنهن سان سنڌ ۾ خانہ جنگي شروع ٿي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ ميان سرفراز خان تخت وڃايو، ۽ سندس چاچو ميان غلام نبي خان ١٧٧٧ع ۾ سنڌ جي تخت جو والي ٿيو. ان وقت سچل سرمست جي عمر ارڙهہ ورهيہ هئي. ميان غلام نبي خان کان پاڻس عبدالنبي واڳون کسيون ۽ ميان سرفراز خان جو نهايت درد ناڪ طريقي سان قتل ڪرائي ڇڏيو، اهڙي طرح سنڌ جون اندروني حالتون اڃان بہ وڌيڪ خراب ٿينديون ويون. سنڌ جي انهن غير يقيني حالتن جي ڪري ڪلهوڙا حڪومت آخري پساهن ۾ وڃي پهتي. هوڏانهن احمد شاهه ابدالي ۽ جو پٽ تيمور ڦرلٽ ڪري، سنڌ ۾ باهه ٻاري ڏني. ١٧٨٠ع ۾ احمد شاهه جو وفادار سپہ سالار

دلاور خان، جيڪو مدد خان جي نالي سان سنڌ تي ڪاهي آيو، تنهن سنڌ ۾ تباهي مچائي ڏني. فصلن جا فصل تباهه ڪري ڇڏيا، جنهن ڪري سنڌ ۾ سخت ڏڪار پيو، انهن بدترين حالتن جي ڪري، ڪلهوڙا حڪومت پنهنجي ساک وڃائي ويٺي ۽ درٻاري سازشن، ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ نفرتون چوٽ چاڙهي ڇڏيون، جنهن ڪري ٻئي گهراڻا جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. آخر ١٧٨٣ع ۾ هالاڻي وٽ ٻنهي جي وچ ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ ميان عبدالنبيءَ کي شڪست آئي ۽ اهڙي نموني ڪلهوڙن جي حڪومت جو دور پورو ٿيو ۽ ٽالپرن ملڪ جون واڳون سنڀاليون. ان وقت سچل سرمست جي عمر چوئيتاليهه سال هئي.

ٽالپرن يا ميرن جي حڪومت ۾ به سنڌ جو ماڻهو ايترو سڪون ۾ نه رهيو. راجستان جي راجپوت حڪمرانن جي ڇيڙ ڇاڙ هلندي رهي، جنهن ڪري سهراب خان جو پاءُ غلام محمد عمرڪوٽ ۾ راڄپوتن سان وڙهندي شهيد ٿيو. جڏهن شاهه شجاع کي تخت تان هٽايو ويو، ته هو سنڌ تي ڪاهي آيو، پر هار کائي پٺ ڀيس ۽ پڇي ويجي پنجاب نڪتو، جتي هو سنڌ تي قبضو ڪرڻ لاءِ سکن ۽ انگريزن سان ملي ڪري سازشون سٽڻ لڳو. ٻئي طرف هت ميرن ۾ اندروني ڏاڦيڙ پئجي ويو،

جنهن ڪري راڄ ٿـن حصن: حيدرآباد، خيرپور ۽ ميرپور خاص ۾ ورهايو ويو. هن دور ۾ مذهبي تنگ نظري ڪافي زور پڪڙيو، جنهن ڪري مٺ محبت سان رهندڙن جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ ويڇا پئجي ويا. هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي دوستيءَ ۾ شڪ ڪرڻ لڳا، جنهن جو فائدو انگريزن کي ملڻ لڳو ۽ هو چڱي نموني پنهنجا پير کوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. سچل جي عمر انوقت ٦۴ سال هئي. هن سنڌ جي ايڪي اتحاد کي قائم رکڻ ۽ مغرب وارن جي مڪارين کان باخبر رکڻ لاءِ سنڌ جي عوام کي سجاڳ ڪندي چيو تہ:

"وقت اها ٿي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي،
ڪڍ مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل،
هندو مومن سأن ملي، محبت جا ڪر ميل،
متان ٿئي اويل، اوله سج نہ اُيـري.
اوله سج نہ ايري، متان ٿئي اويـر،
ميڙي ويندئي مغربي، تاريڪيءَ ۾ تير.

پاڻ، مغربين جي چال کي چڱي طرح پرکيائون ۽ کين خدشو هو تہ هو سنڌ کي هڙپ ڪري ويندا. تڏهن تہ پنهنجي شعر ۾ اهو واضع چيائون تہ امن، اخوت، محبت ۽ ميٺاس سان، گڏجي رهڻ ايجان بہ وقت ويو ناهي، پنهنجي دل مان ٻين ڀائرن لاءِ ٻيائي ۽ ٻـ

اڪيائي نفرت ۽ ڪدورت ڪيو. اِهو وقت آڻو، هوشيار ٽيو نه ته انگريز اچي ڪڙڪندا. ۽ ٿيو به ائين! انگريز، سنڌ جي ناسازگار حالتن جو فائدو وٺندي، ميرن کي پاڻ ۾ ويڙهائي سنڌ تي قبضو ڪري ويهي رهيا.

هاڻي سچل جي مختلف ٻولين جي شاعري جو جائزو وٺون ٿا.

## سچل سرمست جو سنڌي ڪلام

سچل سائين جي شاعري انساني اعليٰ قدرن جو کليو ثبوت آهي، جنهن ۾ انسان جو پنهنجي رب تعاليٰ سان رستو ۽ اعليٰ اخلاق جو سبق سمايل آهي. سچل سرمست هڪ طرف سنڌي زبان جو عظيم شاعر ته ٻئي طرف، هڪ سچو سالڪ، صوفي انسان هو، جنهن جي شاعري ۾ امن، آشتي ۽ اخوت جو پيغام ملي ٿو، ته ٻئي طرف سنڌ جي تهذيب تمدن، سماجي ۽ ثقافتي حالتن جو عڪس پڻ ملي ٿو. سچل جي شاعري نه صرف سنڌي ماڻهو لاءِ، پر پوري دنيا جي انسانن لاءِ آهي، پل ڪٿي پوءِ، اُهي ڪهڙي به مذهب سان تعلق رکندا هجن، مشعل راهه آهي. هن جي نظر ۾ انسان اشرف المخلوقات آهي. اگر ۾ هو، پنهنجي نفس کي صاف ڪري ۽ من مان مير ڪڍي اکين ۾ اُها قوت، جنهن سان حق ۽ سچ کي پرکي سگهبو آهي، سا رکي ته هو

عظيم آهي. ۽ اهي ئي ڳالهيون هيون، جن جي ڪري ملائڪن ۽ فرشتن انسان کي سجدو ڪيو ۽ انسان اشرف المخلوقات واري منزل تي پهتو. پنهنجي شعر ۾ پاڻ هيئن فرمائين ٿا:

يول نہ ڪنهن پل، تون تہ آدم ناهين،
لکيو ٿو لاتيون ڪرين، جيئن باغ اندر بلبل،

ملڪن ٿي سجدا ڪيا، واه مٿي تنهنجو مان.
ساجن سير ڪرڻ لاءِ آيو، نانءُ رکي انسان الا.

سچل سائين انساني اعليٰ آدرشن جو شاعر آهي، جنهن وٽ اونچ نيچ، ذات پات ۽ رنگ نسل جو ذرو بہ امتياز نہ آهي. ماڻهو ڪٿي ڪهڙي بہ ذات جو هجي، ڪهڙي بہ نسل جو هجي، ڪهڙي ملڪ جو هجي سيئي پاڻ ۾ يائر آهن. جيئن سچل چيو آهي:

ڪي ٿا چون صوف، ڪي ٿا چون سيب،
ان ۾ ڪهڙو عيب، ڦل مڙيو ئي هيڪڙو.

ڏسو تہ ڪيڏي نہ سهڻي ۽ عام نموني ۾ سچل سائين سمجهائڻي ڏني ويو آهي تہ صوف ۽ سيب ڳالهہ مڙئي ساڳئي، مزو ۽ ميٺاس بہ ساڳيو. يعني هر انسان هڪ ئي جو ياءُ آهي، جنهن کي پاڻ ۾ سک پريت سان رهڻ گهرجي ۽ هو ساڳي مٽيءَ جي

پيدائش آهن. اهوئي سبب آهي جو سچل سائين صرف پنهنجن لاءِ نہ، پر پوري ڪائنات لاءِ رحمت جو طالبو آهي ۽ سڄي جڳ سان پيار ڪري ٿو. سڄي جهان لاءِ دعاگو آهي:

دسيان ديس وسي پيار، رحمت جا درياه،
گلزاريون ۽ گاه، پوڻن تي پڌرا ٿيا.

انسان جي جملي طبيعتن مان، سچل سائين صرف سست طبيعت واري ماڻهو کان سخت نفرت ڪري ٿو، ڇاڪاڻ جو هن کي خبر آهي تہ سستي ۽ ڪاهليءَ ڪيئن نهوڙي ڇڏيا آهن ۽ اهو انسان پنهنجي منزل تائين پهچي نہ سگهندو. جنهن ڪري سچل سائين هر وقت سستي، ڪاهلي ۽ واندڪائي کي ننديو آهي. هن هميشہ محنت ۽ مشقت ڪرڻ جو درس ڏنو آهي.

متان وهين ماٺ ۾، منجھ جلدي جُل،
هتي ويھ نہ هَل، تان ڪي پڇين پنڌ کي.
اُٿي ڪمر ٻڌ، لوچ تہ لهين سپرين،
هو تياڻن جو هنڌ، ڏسين اڪڙين سان.

۽ اها محنت، اسان جي سنڌ جو هاري بہ ڪري ٿو، جنهن جي ڪم جي خبر سچل سائينءَ کي بخوبي آهي، ڇاڪاڻ جو هو هڪ عوامي شاعر آهي ۽ عوامي شاعر ئي عوام جي ڪرت ۽

مختلف ڪردارن کي پنهنجو موضوع بڻائيندو آهي. هاريءَ جي ڪم بابت سچل فرمائي ٿو:

سارنگ صبح آيو، گوڙيون ڪري گاج،
هاري هليا هاج، ڪڙمين هر ڪلهي ڪيا.

عوامي شاعر جي اِها بہ خوبي هوندي آهي تہ هو، ان وقت جي ماحول، ماڻهن جي نفسيات، رهڻ ڪهڻ، اٿڻ ويهڻ کي بہ پنهنجي شعرن ۾ چٽيندو آهي. سچل بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ فطرت جي اهڃاڻن کان سواءِ، برسات جي نظاري ۾ پلر جي پالوٽ، وڄن جا واڪا، ڪڪرن جي ڪارونيار کي تمام عمدي نموني بيان ڪيو آهي. چوي ٿو:

وڄن وڪ وڌائي، وسڻ وس ڪيو،
وڄن واڄا واه ڪيا، پلر پوءِ پلٽيو،
سچل سائو ٿيو، سيڪو سارنگ آئي.

سارنگ ۾، جيڪا خوشي ۽ آئت مارن کي ملي ٿي، تنهنجي ذڪر سان هن کي پرديسي ياد اچن ٿا ۽ اکيون وڏڦڙو وسائن ٿيون:

اکين آب وهايو، سرتيون ساري رات،
وهائن وڏ ڦڙو، پرچن نا پرڀات،
پينر کان برسات، اکين اوتڻ سکيو.

عام ڪلاسيڪي شاعرن وانگر سنڌي عورت جي ڪردار کي علامت ۽ اهڃاڻ طور ڪم آڻي ٿو: سسئيءَ جي روپ ۾ مستقل مزاجي، جرئتمندي، همت ۽ نوريءَ جي روپ ۾ نياز ۽ نئڙت ته ڪو سچل کان سکي! ڇا ڳالهه ڪجي ڏسو ته ڪيئن نه پنهنجي پروردگار کي ٻاڏائي چئي ٿو:

ننگڙا نماڻي دا، جيوين تيوين پالڻا،
ميري آهيان مندي آهيان، بيشڪ بندي آهيان،
ڍڪين منهنجا ڍولڻا، عيب نه ڪولڻا.

هڪ طرف عجز ۽ نياز ته ٻئي طرف حق ۽ سچ جو هوڪو ڏيڻ کان هرگز نٿو ڪيٻائي. وڏي آواز سان چوي ٿو:

سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٽي نه وٽي،
ڪوڙي دوستيءَ جو دم، ٻٽي نه ٻٽي.



نه مان حاڪم نه مان ظالم آهيان امن جو امير.

سچل سائين پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ يعني 'خودشناسي' تي وڏو زور ڏنو آهي. ان سان گڏ هو "همه اوست" سڀ ڪجهه هو پاڻ آهي) جو قائل آهي. هي جيڪي به خلقيل شيون آهن، سي سڀ خدا جون مظهر آهن. ذري ذري ۾ الله وسي ٿو. سچل چوي ٿو:

سڀ ڪنهن صورت ۾ سُپرين،
سرتيون ڙي ساري ڳالھ سلياڻون.



ڪر پاڻ کي سجود، تون آهين جاءِ سجود،
تون ئي عابد آهين، تون ئين آهين معبود.
هيڏي هوڏي نه ڏسين، تون ئي مڙيوئي مقصود،
”سچو“ سمجھ ڳالهڙي، محب آهي موجود.

سچل سائينءَ جي شاعريءَ کي جيڪڏهن ٻوليءَ جي تارازيءَ ۾ توربو ته هن جي شاعري، اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ بي بها اضافو ثابت ٿيندي. نوان لفظ، نوان محاورا، نوان اصطلاح، نيون ترڪيبون ۽ نيون تشبيهون ڪم آڻي، سچل سائين سنڌي ٻوليءَ تي هڪ وڏو احسان ڪيو آهي. سچل سائين جي شاعريءَ مان تشبيھ جو هڪ مثال پيش ڪجي ٿو:

جيئنُ سج آهي پريشان، سوئي ڳولهي سج کي،
مڇلي جيئي آب سان، آب پڇي طغيان،
تارو پڇي نجم کي، موج پڇي مهراڻ،
ڦڙي پڇي مينهن کي، شاھ ڳولهي سلطان،
هو مِڙيئي پاڻ ٿيو، ڪير ٿيا حيران،
”سچوءَ“ جي صفت ۾ اهو باريءَ ڪيو بيان.

سچل سرمست جو ڪوبہ شعر، خيال ۽ معنيٰ کان خالي ڪونهين، نہ وري شاعريءَ جي قاعدن کان هٽيل آهي. 'علم عروض' شعر جوڙڻ جو عربي قاعدو آهي، ۽ 'چند وديا' بيت ٺاهڻ جو سنڌي ۽ هندي قاعدو آهي. سچل شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي؛ بيت، ڏوهيڙا، وايون ۽ ڪافيون بہ ٺاهيون اٿس تہ غزل ۽ نظم بہ چيا اٿس. ان کان سواءِ مرثيہ، مدحون، مثنويون، سہ حرفيون گهڙولي ۽ جهولڻا بہ جوڙيا اٿس، تہ قطعہ ۽ ڪبت بہ چيا اٿس. انهي لحاظ کان سچل اسان جي ڪلاسيڪي شاعرن ۾ مٿاهون مان رکي ٿو. اسان جي ٻين ڪلاسيڪي شاعرن گهٽي قدر بيت، وايون / ڪافيون ۽ مدحون چيون آهن.

## سچل سرمت جو سرائڪي ڪلام

سونهن، سڪ، محبت، حسن ۽ عشق جي شاعر سچل سائين جي ڪلام کي وڏي غور ۽ فڪر سان ڏسبو تہ هن جي سرائڪي شاعري، عشق محبت جي شاعريءَ سان گڏ، روحاني رمزن ۽ الهامي اشارن جي شاعري آهي، جنهن ۾ محبوب جا ناز نخرا، عاشقن جون آهون ۽ دانهون، سهڻن ۽ سچن انسانن جي فيض جي سخاوت، عاشق جي جذبن ۽ احساسن کي ڏاڍي

عمدي نموني چٽيو ويو آهي، جنهن جو ڦهلاءُ سمنڊ جي ڇاتيءَ

کان به وڏيڪ ويڪرو ۽ وسيع آهي. سچل سائين جي شعر جي

هڪ ٻي خوبي اها آهي، جو هن جي شاعري تمام سهڻي نموني

ڳائي سگهجي ٿي، جنهن ۾ ايڏو ته ربط ۽ درد آهي، جو پڙهڻ

سان دل موج ۽ مستي ۾ جهومڻ لڳي ٿي.

جنهن دل پيتا عشق دا جام،
سا دل مستؤن مست مدام.

ها واقعي، سچل چوائي، اهو عشق آهي، جنهن جي ڪري

پوري ڪائنات ۾ حسن جلو افروز آهي ۽ اهو حسن ئي آهي،

جيڪو شاعريءَ ۾ تخليق جو سبب بڻجي ٿو. جنهن دل ۾

عشق جي لات آهي، تنهنجي کهڙي بات آهي، اها دل هميشه

لاءِ مستي ۽ موج ۾ مگن رهندي. سچل سائين چوي ٿو:

سهڻي دي شل باغ حسن ڪون، لڳي نه باد خزاني،
هو وي شال هميشه تازه، جوبن جوڙ جواني،
سچل دلبر ساڏا آها، سارا رنگ رباني.

سچل سائين سرائڪي شاعريءَ ۾ حسن جي وکاڻ به عجيب

انداز ۾ ڪئي آهي. ڪٿي حسن پاڻ آهي ته ڪٿي حسن

محبوب آهي، ته وري ڪٿي محبوب لاءِ گولڙي، چولڙي ۽

پولڙي تيڻ پسند ڪري ٿو. چوي ٿو:

ساري راج تيڏي دي، گولڙي گولڙي هوسان،
شالا، اسان تي مهر پووئي.
ايڏي، اوڏي مــول نہ ويســان،
پار سهڻا، تيڏي جهولڙي جهولڙي هوسان.
سر پيراندي دي لڳڙي هــان مين،
انگ تيڏي دي چولڙي چولڙي هوسان.
لوڏ ڪيتــادي دلبـر تيــڏي دي،
رڇڙا يا وت پولڙي پولڙي هوســان.
روز ازل ڪنون سڻ سچل سائين،
نانءَ تيڏي دي گولـڙي گولـڙي هوســان.

اهو هُيو سچل سائينءَ جو پيار، جنهن ۾ عقيدت ۽ سچائي هرهڪ مصرع ۾ ظاهر آهي. سچائي، سچل سائينءَ جو سخن آهي. هن حق ۽ سچ جو وڏي واڪي هوڪو ڏنو آهي.

"سچ سچل وچ، سچل سچ وچ."

سچل سمورو سچ آهي، ۽ سچ سچل جو ٻيو نالو آهي. هو محبوب کي پاڻ ۾ سمايل سمجهي ٿو ۽ پاڻ ئي محبوب بڻجي ٿو ۽ ان خيال جو حامي آهي تہ سڀ ڪجهہ هو پاڻ آهي چوي ٿو:

"سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي."

سچ جو اهو نظريو يعني پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ، سچل سائين جي شاعريءَ ۾ هرهنڌ ظاهر آهي، اهوئي مرڪز آهي، جنهن جي چوڌاري سچل جي شاعريءَ جي ديوي، پنهنجا مٺا ٻاتا ٻول ٻوليندي رهي ٿي. جنهن ۾ هن جي روحاني باز جي پرواز جي منزل جو پتو آسانيءَ سان پئجي سگهجي ٿو. سچل سائين، پنهنجي شعر ۾ حسن، دلڪشي، نواڻ ۽ خيالن جي گهرائي ۽ سهڻن، عام فهم لفظن جي چونڊ اهڙي تہ اثرنتي نموني ڪئي آهي، جو ان کي پڙهڻ سان دل تي گهرو اثر ٿئي ٿو. سچل سائين جي شاعري حقيقت جو اهڃاڻ آهي، جنهن ۾ هو پاڻ حق جي ڪرسيءَ تي ويٺل آهي ۽ هرهڪ کي پنهنجا پنهنجا فرائض ياد ڏياري ٿو. چوي ٿو:

حاڪم هووي، عدالت نہ ڄاڻي، اُوندا حاڪم سڏاوڻ ڪيا،
عورت هووي، شرم نہ ڄاڻي، اُوندا عورت سڏاوڻ ڪيا،
انسان هووي انسانيت نہ ڄاڻي، اُوندا انسان سڏاوڻ ڪيا،
شاعر هووي سچ نہ الاوي، اُوندا شاعر سڏاوڻ ڪيا.

اها زنده شاعر جي خوبي هوندي آهي تہ هو وقت ۽ حالتن جو عڪاس هوندو آهي. ۽ اهوئي سبب آهي جو سچل سائينءَ جي

شاعري، هر ڪنهن لاءِ آرسي آهي. هر ڏوهو، هن جي شعر جي بحر ۾ ٽٻيون هڻي، پنهنجي مقصد جا موتي حاصل ڪري سگهي ٿو. سچل سائين پنهنجي سرائڪي شاعريءَ ۾ تصوف جي نازڪ ۽ ڳوڙهن نقطن کي اهڙو تہ سليس ۽ سلوڻي انداز ۾ پيش ڪيو آهي، جو انسان جو عقل دنگ رهجي وڃي. هن جي سرائڪي شاعريءَ ۾ ڪافيون، جهولڻا ۽ سي حرفيون اچي وڃن ٿيون. جنهن جي مطالعي ڪان پوءِ اها راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي تہ سچل سائين سرائڪي شاعريءَ جو سرواڻ شاعر آهي.

## سچل سرمست جو فارسي ڪلام

سنڌ سونهاريءَ اهڙا تمام گهڻ اديب ۽ شاعر پيدا ڪيا آهن، جن جو ڪلام، مروج مڙني ٻولين ۾ ڇپيل هجي ۽ همعصر شاعرن جي سٿا ۾، هن جو مقام تمام مٿاهون هجي. اهڙا شاعر آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن، جن پنهنجي شعر ۾ حق ۽ سچ جي سنيهي کي انهن ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ، انهن جي ٻولين کي، اظهار جو ذريعو بڻايو هجي. تن مان سچل سائين، سنڌ جو سرمهرو ۽ مهندار شاعر آهي، جنهن هڪ ئي وقت ۾ سنڌي، سرائڪي، فارسي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. سچل

سائين، سنڌي ٻوليءَ جو شهنشاهه شاعر ضرور آهي، پر جڏهن هن جي فارسي شاعريءَ جو غور سان مطالعو ڪجي ٿو ته تحقيق سان اهو چوڻو پوندو ته سچل سائين فارسي زبان وارن پنهنجي همعصر شاعرن جي صف ۾ سڀ کان اول آهي، جنهن پنهنجي ڪلام ۾ فن ۽ فڪر جا بي بها موتي پيش ڪيا آهن. پنهنجي وحدت الوجود ۽ خود شناسي واري نظريي جي اپٽار اهڙي ته وڻندڙ، دلچسپ ۽ دلپزير انداز ۾ ڪئي آهي، جو پڙهڻ کان پوءِ روح کي راحت ۽ دل کي فرحت ملي ٿي. سچل سائين، فارسي شاعريءَ ۾ "آشڪار" ۽ "خدائي"، تخلص طور ڪم آندا آهن، جنهن ۾ هو خواجه فريدالدين عطار کان تمام گهڻو متاثر نظر اچي ٿو، ايتري قدر جو هن پنهنجي فارسي شاعري ۾ "عطار" کي مرشد جو درجو ڏنو آهي. سچل سائين نه رڳو "عطار" جي عشق مان، منصور حلاج جي نينهن جي نعري مان فيض ياب ٿيو، پر هن واري دليرانه ۽ رندانه طريقه ڪار واري سلسلي کي عام ڪرڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي. پنهنجي روحاني مرشد ۽ تصوف جي شهنشاهه عطار لاءِ سچل سائين هيئن فرمائي ٿو:

"منهنجو يار، لڪن مان هڪ آهي، اُهو عارف و عاشق هو ۽ سندس نالو "عطار" آهي. مان پنهنجي سيني جي اندر يار

جي خوشبو محسوس ڪريان ٿو، منهنجو روح، شهنشاهه عطار مان معطر ٿيو آهي."

سچل سائين "عطار" جي عرفان ۽ عشق و محبت جو ذڪر پڻ پنهنجي مجموعہ ڪلام "ديوان آشڪار" ۾ بار بار ڪيو آهي.

وحدت الوجود جي فڪر کي عام ڪرڻ لاءِ ۽ ان جي باريڪ نڪتن کي سمجهائڻ لاءِ سچل سائين ڪافي دليل ڏنا آهن، جنهن مان هن جي نظريي جي پختگي بابت خبر پوي ٿي. مثنوي (رهبر نامہ) ۾ چوي ٿو: "جڏهن ڇولي درياهه کان ٻاهر اڇل کاڌي، پوءِ بيابان ڏانهن منهن ڪيائين- سڄو بيابان درياهه جي وهڪري هيٺ اچي ويو، بيابان انجي ڪري سرسبز ٿي ويو- اگر درياهه اهڙي نموني لهرون نہ هڻي، تہ جيڪر هن سيلاب جو رخ بيابان ڏانهن ڪيئن ٿئي!"

ڏسو سچل سائين، پنهنجي سوچ، پنهنجي نظريي کي ڪهڙي تہ سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو آهي! انهيءَ ڳالهه تي آماده ڪري ٿو تہ وجود حقيقي صرف هڪ آهي، جو الله تعاليٰ آهي، ۽ وڏي آواز سان اڳتي هلي، اناالحق جو نعرو بلند ڪري ٿو. هو چوي ٿو، انهيءَ خدا جي ذات کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ کي حقيقي

وجود ڪونهي. هر هنڌ، هر جڳهه انهي ذات بابرڪات جو جلوو نمايان آهي ۽ ڪائنات جي هر شيءِ ۾ خدا جي خدائي وسي ٿي.

سچل سائين پنهنجي انهيءَ خيال کي عام ڪرڻ لاءِ نہ صرف خواجہ فريدالدين عطار نيشاپوري، منصور حلاج، جامي ۽ رومي جي ڳوڙهن ڪتابن جو وڏي غور سان مطالعو ڪيو، پر قرآن شريف جي آيتن جو بہ، پنهنجي ڪلام ۾ پنهنجي مطلب کي اجاگر ڪرڻ لاءِ سهارو ورتو آهي. جيئن:

هو الا ول هو الا آخر، هو الا ظاهر هو الا باطن.

معنيٰ:- اهوئي اول، اهوئي آخر آهي، اهوئي ظاهر آهي، اهوئي باطن آهي.

يا

و في انفسم افلاتبصرون.

معنيٰ ۽ توهان ۾ آهي، پر توهان ڏسي نہ ٿا سگهو.

انهيءَ ڳالھ مان پتو پوي ٿو تہ سچل سائين طريقت ۽ شريعت جو بہ وڏو مبلغ هو. قرآن پاڪ جي اعليٰ منزلت آفاديت ۽ ان جو شان بيان ڪندي، مثنوي وصلت نامہ ۾ فرمائي ٿو:

"هن قرآن پاڪ کي دلي درد سان پڙهہ تہ روحانيت جا

اصلي راز سمجهين- اي مسلمان، هي قرآن پاڪ اهڙو اٿئي، جنهن جي ذريعي سالڪ يقين حاصل ڪنٰ ٿا- اي اڻ ڄاڻ، قرآن شريف کان سواءِ ٻيا ڪتاب رڳو گل وانگر اٿئي-

قرآن پاڪ ڪامل ڪتاب آهي، عام کي ڪهڙي خبر تہ رب سائين ڪهڙا راز فرمايا آهن- مون سيئي تفسير بہ پڙهيا آهن ۽ انهن جي اصلي مطلب کي بہ سمجهيو اٿم. عارفن جي چوڻ تي احڪام قرآن جي تبليغ ڪندر رهان ٿو. قرآن کان سواءِ ٻيا ڪتاب، افسانہ اٿوَ.“

سچل سائينءَ جي فارسي ڪلام تي نظر وجهڻ کان پوءِ، ان ڳالھ تي يقين پختو ٿي وڃي ٿو تہ سچل سائين فارسي ٻوليءَ جو سدا حيات شاعر آهي، منجهس اهي سڀ خوبيون موجود آهن، جيڪي هڪ عظيم شاعر ۾ هئڻ گهرجن.

سچل سائينءَ جي شاعري، انسان جي عظمت جي شاعري آهي، جنهن ۾ هو انسان کي خود فريبيءَ واري نظريي مان ڪڍي، خود شناسي جو درس ڏئي ٿو. هو انسان کي دل مان نفرت، ڪروڌ ۽ ڪلفت ڪڍڻ جي تلقين ڪري ٿو. هو بي باڪي، رندي ۽ مستيءَ ۾ حق ۽ سچ جو هوڪو ڏئي ٿو.

اهوئي سبب آهي جو سچل سائينءَ جو فارسي ڪلام، سندس زندگيءَ جو آئينو ۽ تفسير آهي، جنهن ۾ طريقت ۽ شريعت جو ڀرپور اظهار مليل ٿو.

سچل سائين، حقيقت جي اونهن نڪتن ۽ باريڪ رازن کي سمجهائڻ لاءِ، ڪيترين ئي مثنويون لکيون آهن: جهڙوڪ: رهبر نامہ، وحدت نامہ، تارنامہ، عشق نامہ، گداز نامہ، وصلت نامہ ۽ انهن کان سواءِ 'ديوان آشڪار' سندس فارسي ڪلام جو مجموعو آهي.

## سچل سائين جي اردو شاعري

اهو سچل سرمست جو باڪمال شاعر آهي، جنهن هڪ ئي وقت سنڌي، فارسي، سرائڪي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. جيئن تہ سنڌي، سچل سرمست جي مادري زبان هئي، فارسي، وقت جي حاڪمن ۾ سٺي حيثيت رکندڙ زبان هئي، سرائڪي ميرن جي گهرو زبان هئي- پر آخر سچل سائين کي ڪهڙي ضرورت پيئي جو هُن 'اردو ٻوليءَ' ۾ شاعري ڪئي! جڏهن تہ ان وقت ۽ ماحول ۾ اردو ايحان عام بہ نہ هئي. ان جو مختصر جواب هي آهي تہ سچل سائين هڪ عالمگير ۽ قادرالڪلام شاعر هو، جنهن وٽ ٻولي، مذهب، دين و ڌرم

رنگ نسل، ذات پات ۽ ننڍ وڏائيءَ جو ڪوبہ فرق نہ هو. هو سيني لاءِ هو ۽ هن لاءِ سيئي هڪ جهڙا هئا. هن جي دور ۾ هن جا همعصر شاعر جهڙوڪ، ثابت علي شاھ، نواب ولي محمد لغاري، مير علي شير قانع ۽ گل محمد فاروقي، اردو ٻوليءَ ۾ طبع آزمائي ڪري رهيا هئا. جنهن ڪري سچل سائين ضروري سمجهو تہ ان ٻوليءَ کي بہ پنهنجي اظهار جو وسيلو بڻائي، انهن ماڻهن تائين، محبت، اخوت، سچائي ۽ حق جو پيغام پهچائجي. ٻين شاعرن جي ڀيٽ ۾ سچل سرمست جي حيثت انهيءَ ڪري مٿانهين آهي، جو سچل جي شاعريءَ ۾ عاشقانہ موضوعن ۽ الاهي اسرارن جي بيان سان گڏ، تصوف جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. سچل سائينءَ جي اردو شاعري ۾ غزل نمايان صنف آهي، جنهن ۾ علامتي انداز بہ ملي ٿو تہ موج ۽ مستي جي رنگ ۾ رچيل حقيقتن جي اپٽار بہ آهي.

اگر اثبات ڪو سمجها نہ هرگز، تو گدا هوگا،
گداگر تو نهين هرگز، يقيناً خود خدا هوگا.
هو اولاول هو الاخر،هو الظاهر هو الباطن،
يهان ڀي وه وهان ڀي وه، سچل ڦر تم ڪُجا هوگا.

۽ سچل سائين جڏهن عشق حقيقي ۾ رنگجي ويو ٿو تہ هن جي سامهون ڪائنات ۾ هر هنڌ، هر ذري ذري ۾ خدا و سندي

نظر اچي ٿو، پوءِ حسن ۽ عشق جي منزل ماٿي ٿو. پيار ۽ پريت جي احساس ۾ گم ٿي وڃي ٿو، چوي ٿو:

ڪانگي ني يہ خبر سنائي يار ميري گهر آويگا،
آويگا ول ۔جاويگا، ڦر تجھ ڪون برھ بچاويگا،
يار عنيور ضرور اول سون عاشق ڪون آزماويگا،
پهلي مک وڪلا ويگا، ڦر سارا هجر اُڙاويگا،
دم دم دوست دلاسا ديڪر پيالا سوز پلاويگا،
ڪس دن آپ دڪاويگا ڦر ڪس دن آپ ڇپاويگا،
سچل مجھ ڪون دلبر اپنا آپ ديدار دڪاويگا،
جب تب اول آخر ساجن پائون تيري در پاويگا.

اهو آهي سچل سائينءَ جي عشق جو معراج! ڇاڪاڻ جو حسن ۽ عشق هن کي ايڏو تہ تڙپايو آهي، جو هن جي روح تائين حسن جي جلوي جا ڪرتا لهي آيا آهن چوي ٿو:

جهان پي هوگا حسن ڪا حملہ عاشق کينچ ڪر آئيگا،
دين و دنيا ڇوڙڪي دونون، سارا جيءُ جلائيگا.

سچل سائين جون اهي شاعرانہ خوبيون هن جي اردو شاعريءَ ۾ جابجا نظر اينديون، جن کي ڏسڻ کان پوءِ ان ڳالھ سا متفق ٿيڻو پوي ٿو تہ، سچل سائين، نہ صرف سنڌي، فارسي ۽

سرائڪي زبان جو شاعر آهي ۽ انهن ٻولين تي دسترس رکي ٿو، پر اردو ٻوليءَ تي بہ وڏو عبور اٿس، جنهن ڪري ڪيس اردو ٻوليءَ جو پنهنجي دور جو قادرالڪلام شاعر چيو ويندو آهي.

## سچل سرمست جا طالب ۽ معتقد

سچل سرمست جي روحاني فيض مان، لکن ماڻهن جي من جون مرادون پوريون ٿينديون هيون ۽ ڪيترن ئي هن جي درس کي هيئنئن سان هنڊائي حق جي راهہ ورتي. جيڪي پڻ پنهنجي دور جا آهل الله ۽ درويش ٿي گذريا آهن. جن مان خاص طرح هي مشهور آهن. فقير نانڪ يوسف، فقير محمد صالح قادري لاڙڪاڻي وارو، فقير گهرام جتوئي، حاجي عثمان چاڪي لاڙڪاڻوي، جانو فقير شڪارپوري، فقير غلام حيدر شر بلوچ ۽ فقير شادي خان عرف شادي شهيد. هنن طالبن کي سچل سائينءَ جي صحبت روحانيت جي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو. سچل سرمت جو انهن سيني کان گهڻو ۽ گهرو اثر سندس ٻالڪي ۽ معتقد فقير نانڪ يوسف ۽ بيدل تي ٿيو. فقير نانڪ يوسف سچل سرمست جو خاص خدمتگار هو، جنهن ڪري سچل جي خاص مهرباني هن مٿان هئي. اِهوئي سبب هو جو، "نانڪ" جو لقب بہ کيس سچل سرمست ڏنو. فقير نانڪ يوسف

پنهنجي ڪلام ۾ سچل سائين لاءِ نهايت عقيدت جو اظهار
ڪيو آهي. ۽ کيس مرشد، رهبر، هادي ۽ دوست سڏيو آهي.
چوي ٿو:

دوست درازين نانڪ يوسف يار ڏٺو مون ڏولي،
نانڪ يوسف يار سچل جا آهن هٿ مٺئون،
نانڪ يوسف نينهن نوازي دل درازين دوست درازي،
ديس درازين ديرا جنهن دا، مي پيتم پي در تنهن جا.

فقير قادر بخش بيدل، جنهن جي شاعريءَ تي پڻ سچل سائين
جو ڪافي گهرو اثر آهي. هن پڻ پنهنجين ڪافين ۾ ڪافي
هنڌن تي، سچل سرمست جي مستي، رندي ۽ بيباڪيءَ کي
ساراهيو آهي ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو اٿس. بيدل فقير چوي ٿو:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو،
مست سالڪ شهه سچل عاشق اتي اظهار هو.

فقير گهرام جتوئي به سچل سائين جي شاگردن ۾ پيارو
شاگرد هو. هن جي بيباڪي ۽ حق سچ واري عادت، سچل
سائينءَ کي گهڻو وڻندي هئي. هي پنهنجي مرشد سچل سائين جي
خدمت ۾ پڻ چڱو وقت رهيو، جنهن ڪري هن کي شاعراڻي
ڏات ملي وئي. فقير گهرام جتوئي چوي ٿو:

حق نہ حاصل تو ڪيو، ٿيئن عشق کان آزاد ميان،
ظاهر گهمين ٿو زمين تي، ڪيون سير ۽ سفر سوار ميان،
ڪاغذ ڪارا ڪيئہ ڪيترا، بره بنا برباد ميان،
ٿيئي نظارو نينهن جو، وٺ عاشق کان ارشاد ميان.

## سچل سرمست جا سوانح نگار ۽ پارکو

هڪ روايت آهي تہ سچل سرمست، پنهنجي آخري ڏينهن ۾، پنهنجن متولين، فقيرن ۽ مريدن کي سندس ڪلام آڻڻ لاءِ چيو. جڏهن فقيرن ۽ طالبن کيس پنهنجو ڪلام ڏيکاريو تہ پاڻ جوش ۾ اچي ويا ۽ فرمايائون:

"انهيءَ سموري ڪلام مان هي حصو ڪدي ساڙي ڇڏيو، جو ڪم عقل ماڻهو ڪٿي پلجي نہ وڃن!" پر تنهن هوندي بہ اِهو چيو ويجي ٿو تہ سچل سائين جو باقي بچيل ڪلام، نولک، ڇٽيهہ هزار، ڇهہ سو ڇهہ بيتن تي مشتمل آهي، جيڪو سنڌي، سرائڪي، فارسي ۽ اردو ٻولي ۾ ڇپيل آهي.

سڀ کان پهريون، سچل سائين جي فارسي ڪلام جو ڪتاب 'ديوان آشڪارا' نالي مير رستم خان ڇپايو هو، جيڪو ڪنهن زماني ۾ سنڌ جو حاڪم هو. سنڌي،

سرائڪي ۽ اردو ڪلام سڀ کان پهرين، مرزا علي قلي، بيگ
گڏ ڪري، ڪتابي صورت ۾ "رسالو سچل سائين" جي نالي
ڇپايو. هن رسالي جا ٻه ڀاڱا آهن، پهرين ڀاڱي ۾ ١٣٤٠
ڪافيون ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ سي حرفيون، بيت ۽ وحدت نامون
شامل آهن.

ماستر درمحمد، ماستر هيمراج ۽ ٻين دوستن، سچل سائين
جي ڪلام کي سهيڙي، "داستان وڏو رسالو سچل سائين" جي
نالي سان ع١٩١٠ ۾ شڪارپور کان پڌرو ڪيو. هن رسالي ۾
٧٢٧ سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، ٻه ٽيه اکريون سنڌي ۽ پنج
ٽيه اکريون سرائڪي پڻ موجود آهن.

آغا غلام نبي صوفي شڪارپور جو رهاڪو هو، جنهن وقت
جي ڊپٽي ڪليڪٽر فقير وليداس جي امداد سان سچل
سائينءَ جي ڪلام جو سٺي نموني اڀياس ڪري، ڏکين لفظن
جي معنيٰ ڪڍي، "سچل سرمست" جي عنوان هيٺ ڪتاب
ڇپرايو. هن ڪتاب ۾ راڳ تي به ڪافي بحث ڪيل آهي. هن
رسالي ۾ ٣٩ سنڌي، ٩ سرائڪي، ۴ اردو ڪافيون ۽ ٦ فارسي
غزل آهن.

جيئن ته اسان کي خبر آهي، سچل سائين جي شاعري هر انسان

لاءِ آهي ۽ هر مذهب ۽ متي وارو ماڻهو سچل سرمست جو معتقد آهي. هڪ هندو عورت نماڻو فقير جا درگاهه جي معتقدن مان هئي، تنهن هندستان مان "سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام" جي عنوان هيٺ، ڪتاب ڇپرائي ١٩٥٢ع ۾ پڌرو ڪيو. هن رسالي ۾ ٧٠٠ سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، ٥ سي حرفيون ۽ ١٨٤ چوندِ بيت ڏنا ويا آهن. هن رسالي جي اها وڏي خوبي آهي، جو شعرن جي چوندِ، اڳ وارن رسالن جي ڀيٽ ۾ تمام سٺي آهي. تصوف، جيڪو سچل سائين جو مڪتبہ فڪر آهي، تنهن تي ڪافي چندِ ڇاڻ ڪري، مصنف هڪ ضخيم مقالو تيار ڪيو آهي، جيڪو ڪتاب جي منڍ ۾ ڏنو ويو آهي.

عثمان علي انصاري صاحب، سچل سائين جي، سنڌي شعر ڪي گڏ ڪري، "سچل سرمست جو سنڌي ڪلام" جي نالي سان ترتيب ڏنو، جنهن ڪي پهريون ڀيرو سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو. هن ۾ انصاري صاحب، سچل سائين ۽ ٻين عالمن جي صوفيانہ خيالن ڪي ڏاڍي سٺي نموني، نهايت عالمانہ ۽ محققانہ انداز ۾ بيان ڪيو آهي. رشيد احمد لاشاري بہ سچل سرمست جي ڪلام ڪي سهيڙي، "سچل جو رسالو" جي عنوان هيٺ مرتب ڪيو، جنهن ۾ سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ ڪي گڏ ڪيو ويو آهي.

سچل سائينءَ جي سرائڪي ڪلام ڪي، جيڪا اهميت ۽

افاديت حاصل آهي، سا ڪنهن ڪان بہ ڳجهي ناهي. سچل سائين جي سرائڪي شاعري جي ڇاپ هن ڪان پوءِ وارن سرائڪي شاعرن تي صاف نظر اچي ٿي. جيئن خواجہ فريد سچل سائين ڪان ڪافي متاثرٿيل نظرايندو اچي ٿو. سچل سرمست جي سرائڪي ڪلام ڪي سوڌي سنواري، هڪ هنڌ سهيڙي، "سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام" جي عنوان هيٺ، مولانا حڪيم محمد صادق راڻيپوريءَ مرتب ڪيو آهي، جنهن ۾ سچل سائينءَ جو سرائڪي ڪلام، گھڻو معياري ۽ مايہ دار نظر اچي ٿو. ان ڪان علاوه مرتب، سچل سرمست جي حياتيءَ تي بہ هڪ جامع نظر بہ وڌي آهي، جيڪا پڻ ڪنهن حد تائين حقيقت جي بنيادن تي مشتمل آهي.

قاضي علي اڪبر درازي سچل سائينءَ جو سچو عاشق هو، جنهن پنهنجي سموري زندگي، سچل جي پيغام ڪي ماٺهن تائين پهچائڻ ۾ صرف ڪري ڇڏي. جن بہ سچل سائينءَ تي لکيو آهي، تن سيني ڪان قاضي علي اڪبر درازي گھڻو لکيو آهي، جنهن سچل سائينءَ جي حياتي، شاعري ۽ طالبن تي جدا جدا ڪتاب جوڙيا آهن. هن سچل سائين جي فارسي ڪلام جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، عقيدت جو ڪليو ثبوت ڏنو آهي. ان ڪان علاوه ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي، لالچند امر ڏنومل

جڳتياڻي جي ڪاوش کي به نٿو وساري سگهجي. جن جي قلم مان سچل سائينءَ تي بهترين ڪتاب نڪتا آهن. ڪلياڻ آڏواڻي، اسماعيل خواجه ۽ ڊاڪٽر عطامحمد حامي به نهايت قابل ذڪر اديب آهن، جن سچل جي ڪلام کي اجاريو آهي. ڊاڪٽر عطامحمد حامي به سچل جي شاعريءَ تي هڪ جي پيٽ ۾ تمام گهڻو لکيو آهي، جنهن جي سموري لکيل مواد کي، سنڌ جي ادبين ڪافي پسند ڪيو آهي. هن جي مرتب ڪيل ڪتاب "منصورثاني سچل سرمست" جنهن ۾ سچل سائين جي حياتي ۽ فن تي مختلف عالمن جا معياري مضمون ۽ تحقيقي مقالا ڏنل آهن، جنهن کي سنڌي ادب جي شيلف ۾ خاص جڳهه ڏنل آهي.

سنڌ ڌرتيءَ جو ميجل محقق ۽ ڄاتو ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، سنڌي لغت جي صنف جو يگانو شهسوار آهي، جنهن لوڪ ادب ۽ لغت تي ساراهه جوڳو ڪم ڪيو آهي، تنهن پڻ لڳاتار ڇهن سالن جي مسلسل ڪوشش سان، سچل سرمست جي شعر تي "سچل لغات" جوڙي، جيڪا سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور پاران ڇپرائي پڌرو ڪئي وئي. سچل لغات جي ڪوٽ کي پورو ڪري ڊاڪٽر صاحب هڪ اهم ۽ وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سچل سرمست تي هڪ نهايت ضخيم ڪتاب "سچل جو سنيهو" لکيو آهي. جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو آهي، جنهن ۾ سچل سرمست جي زندگي، تاريخي پس منظر، علمي ۽ ادبي ماحول ۽ سچل سرمست جي تصنيفن کي سٽي ۽ شاناٽي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

ڪريم بخش خالد، پنهنجن مختلف هنڌن تي ڇپيل اٺويهن مضمونن کي يڪجا ڪري "سچل سائينءَ" جي عنوان هيٺ پڻ ڪتاب ڇپايو آهي.

ان کان علاوه ڪجھ ادبين سچل سرمست تي مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. جن جون ڪوششون ساراهه لائق آهن، تن مان محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر اياز قادري، شيخ اياز، ڊاڪٽر نواز علي شوق، رشيد ڀٽي، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ملڪ نديم، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، محمد علي حداد، ڊاڪٽر ابراهيم خليل، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، محسن 'ڇنڊ' ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر ۽ خادم حسين عباسي قابل ذڪر آهن. سندن تحقيقي مقالن ۾ سچل سرمست جي شاعري، فن ۽ فڪر مختلف پهلوئن کي ظاهر ڪيو آهي.

سچل سائين جي ڪلام، فڪر ۽ پيغام کي وڌيڪ اجاگر ڪرڻ لاءِ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ قائم ڪيل "سچل چيئر" ۽ سنڌ ثقافت کاتي طرفان قائم ڪيل "سچل اڪيڊمي" نهايت تحقيقي ڪم ڪري رهيون آهن.

## سچل سرمست جو لاڏاڻو

سچل سائين هميشه توانو ۽ تندرست رهندو هو. زندگيءَ ۾ اگر ڪڏهن بيمار به ٿيندو هو ته دوا سان گڏ روح جي غذا يعني راڳ ضرور ٻڌندو آهو، پوءِ ستت ئي خوش ٿي ويندو هو. روايت آهي ته هڪ ڀيري سچل سائين سخت بيمار ٿي پيو. هن جي بيماريءَ جي خبر باهه وانگر سڄي سنڌ ۾ پکيڙجي وئي. جيوٽي ٻائي، لاڙڪاڻي جي هڪ ڳائڻي هئي، جا سندس ڏاڍي معتقد هوندي هئي، تنهن کي جڏهن اها خبر پئي ته سچل سائين بستري تي بيمار پيو آهي، سا رهي نه سگهي ۽ ستت ئي سچل سائين وٽ حاضر ٿي. سچل سائين کيس ڏسي چيو، "بسم الله، اسان جا طبيب، اسان جا حڪيم آيا." پوءِ جلدئي صحتياب ٿي ويو.

دنيا جي هن عظيم انسان ۽ سنڌ جي تهذيب، تاريخ ۽ تمدن جي رکوالي شاعر جي وفات سن ١٢٤٢هجري مطابق ١٨٢٧ع ۾

ٿي. ڀاڻ درازن ۾ مدفون آهن، جت هر سال ١۴ رمضان المبارڪ
تي عظيم الشان ميلو ۽ ادبي ميڙ ٿيندو آهي، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ
کان علاوه ٻاهرين ملڪن مان آيل اديب، شاعر، دانشور،
مريد، معتقد، سچل سائين جي فڪر ۽ فن تي، مقالا ۽ مضمون
پڙهندا آهن. ان سان گڏ موسيقيءَ جي محفل پڻ مچندي آهي،
جنهن ۾ ڪلاڪار ۽ فنڪار، پنهنجي سريلي آواز ۾ سچل
سائين جو ڪلام پيش ڪندا آهن.

ادبين، شاعرن ۽ فنڪارن کي پنهنجي پنهنجي فن ۾، بهترين
ڪم سر انجام ڏيڻ تي، سچل سرمست اڪيڊمي پاران ايوارڊ
ڏنا ويندا آهن. ۽ اهڙي نموني هر سال انهن ئي تاريخن تي، سنڌ
جي صوفي شاعر، ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سرواڻ شاعر سچل
سرمست کي خراج.عقيدت پيش ڪيو ويندو آهي.

# سنڌ جا سپوت

١. شاهه عبداللطيف ڀٽائي
٢. سچل سرمست
٣. شاهه عنايت شهيد
۴. مرزا قليچ بيگ
۵. جنرل هوش محمد شيدي
٦. دولهه دريا خان
٧. مخدوم بلاول
٨. حيدر بخش جتوئي
٩. مولانا عبيدالله سنڌي
١٠. دين محمد وفائي
١١. علامه آءِ- آءِ- قاضي
١٢. قائد اعظم محمد علي جناح
١٣. علامه عمر بن محمد دائود پوٽو
١۴. پير حسام الدين شاهه راشدي
١۵. ذوالفقار علي ڀٽو

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَـن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)